# رَاحَةُ المُؤمِنِين

مخدوم محمّد هاشِم ٺٽوي

ڊاڪٽر عبدالرّسول قادري



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد

# راحة المؤمنين

مصنف

**مخدوم محمد هاشم ٺٽوي**

موجوده صورتخطي

**ڊاڪٽر عبدالرسول قادري**




سنڌي لئنگئيج اٿارٽي

حيدرآباد، سنڌ.

2009ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو ڪتاب نمبر (135)



**راحة المؤمنين**

مصنف: مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

موجوده صورتخطي: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري

ڇاپو: پهريون، جون 2009ع

تعداد: 500

قيمت: 120/= روپيا

**Catalogue Reference**
Makhdoom Muhammad Hashim Thattavi
Dr. Abdul Rasool Qadri
Rahat ul Muamneen
Sindhi Language
Sindhi Language Authority
ISBN 978-969-9098-30-7

Rahat ul Muamneen

| | |
|---|---|
| By: | Makhdoom Muhammad Hashim Thattavi |
| In present form: | Dr. Abdul Rasool Qadri |
| Edition: | First, June, 2009 |
| Quantity: | 500 |
| Price: | Rs. 120/= |
| Composed by: | Asadullah Bhutto. |
| Title: | M. Ramzan Turk |
| Printed by: | Areeba Publications Karachi. |
| Published by: | Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority Hyderabad, National Highway, Hyderabad, Sindh, 71000, Pakistan. |
| Tel: | 022-9240050-53 |
| Fax: | 022-9240051 |
| E-mail: | sindhila@yahoo.com |
| Website: | www.sindhila.org |

هيءَ ڪتاب، تاج جويو، سيڪريٽري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، اداري جي آفيس، نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد، سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ناشر نوٽ

سنڌي ٻوليءَ جي ڪيتري آڳاٽي شاعري تعليمي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيل آهي. انهيءَ ۾ مذهبي تعليم ڏيڻ خاطر مختلف موضوع شامل آهن. اهڙي شاعريءَ ڪي موضوعاتي نالو ڏيڻ ڪان سواءِ ان جي جوڙيندڙ عالمن جي نالن پويان "سنڌيون" پڻ سڏيو ويو آهي. جيئن نماز جي مسئلن بابت لکيل "مقدمة الصلواة" کي ابوالحسن جي سنڌي" پڻ سڏيو ٿي ويو. ان ڪان سواءِ "مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي" ٻه هڪ اهم ڪتاب هو. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران اوائلي سنڌي ڪتابن کي محفوظ ڪرڻ جي خيال ڪان اهي ٻئي ڪتاب اڳ ۾ ڇپيل آهن. مخدوم ضياءُ الدين جو هڪ لائق شاگرد ۽ پنهنجي وقت جو وڏو عالم مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هو، جنهن پڻ پنهنجن شاگردن لاءِ ڪيترائي ڪتاب مختلف ديني مسئلن بابت جوڙيا، جن ۾ عربي، فارسي ۽ سنڌي ڪتاب شامل آهن. هي ڪتاب "راحة المومنين" انهن مان هڪ آهي.

اٿارٽيءَ پاران هن قسم جي رتا جو هڪڙو مقصد اهو آهي تہ سنڌ جو هي جهونو سرمايو محفوظ ٿئي پر ٻيو اهم مقصد ان دور جي سنڌيءَ جو اصل نمونو پيش ڪرڻ بہ آهي جنهن ۾ ٻولي ۽ لکت ٻئي شامل آهن. ان سان ٻوليءَ توڙي ان جي صورتخطيءَ جي اوسر ۽ ارتقاء جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ان مقصد لاءِ هن ڪتاب کي جديد صورتخطيءَ ۾ آڻڻ سان گڏ قديم صورتخطيءَ جو فوٽو بہ شامل ڪيو ويو آهي. اميد تہ انهيءَ ڪيتر تحقيق ڪندڙن کي هن مان گهڻي رهنمائي ٿيندي.

**ڊاڪٽر فهميده حسين**

# پيش لفظ

سنڌ ۾ ننگر ٺٽي جي مخدومن سڳورن "ٻارن لاءِ مادري ٻوليءَ ذريعي تعليم ڏيڻ" جو اصول قائم ڪري، منظوم سنڌيءَ ۾ ديني ادب جا بنيادي ڪتاب لکيا. جيڪي ان وقت مدرسن ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي اعليٰ تعليم کان اڳ ۾ بنيادي طور پڙهايا ويندا هئا. سنڌي ادب جي "سونهري دور" جي حوالي سان ڪلهوڙن جي زماني ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ ان سلسلي ڪي گهڻو وڌايو ۽ منظوم سنڌيءَ ۾ ويهارو ڪتاب لکيا، جن مان تفسير هاشمي، زاد الفقير، بناءُ الاسلام، قوت العاشقين ۽ راحة المؤمنين سنڌي گهڻا مشهور آهن. انهن جهونن ڪتابن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو وڏو ذخيرو سمايل آهي.

سردست مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي منظوم سنڌي ڪتاب "راحة المؤمنين" (1130 هجري/ 1718ع) کي جديد سليس صورت ۾ آندو ويو آهي. جيتوڻيڪ هن ڪتاب ۾ ديني سلسلي ۾ ذبح ۽ شڪار جي حلال ۽ حرام هجڻ بابت مسئلا بيان ٿيل آهن، پر هن ڪتاب ۾ ان وقت هلندڙ نج سنڌي لغت ۽ لفظن جو وڏو ذخيرو موجود آهي.

عربي فارسي اوکي گهڻي، متي ابوجهن،
سنڌي کيم سولي، ڪدي ڪارڻ تن،
تہ مانَ نفعو عام ٿئي، ڪارڻ مؤمنن،
گهڻو سکڻ سولو ٿئي، ڪارڻ نو آموزن.

(مخدوم ٺٽوي)

اميد تہ سليس سنڌيءَ ۾ آندل ڪتاب "راحة المؤمنين" جي اشاعت سان سنڌي ديني ادب ۾ واڌارو ٿيندو، ان ڪري "مقدمي" ۾ مواد بابت وچور، قديم سنڌي لفظن جي صورتخطي ۽ پڙهڻي ۽ جهونن سنڌي لفظن جي معنيٰ جا جهجها مثال بہ ڏنا ويا آهن، تہ جيئن مخدوم ٺٽويءَ جي هن آڳاٽي ڪتاب "راحة المؤمنين" کي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي قديم ۽ جديد خزاني ۾ پڻ اضافو ٿئي.

تڏهن سنڌي کيم سهکي، ڪدي عربيا،
تہ پڙهيسِ مؤمن سڀ ڪو، سکي مسئلا.

(مخدوم ٺٽوي)

19 اپريل 2009ع
سڪرنڊ- نوابشاهہ

عبدالرسول قادري
دڙي مگسي، سڪرنڊ

# مقدمو

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الصلواة والسّلام عليک يا رحمة للعالمين

ساراهجي سچو ڏٺي، جو رازق ۽ رحمان،
جو سڀاجهو سيين پَرين، صاحب ۽ سبحان.

....

شال رسن راتو ڏينهن ۾، مٿي محمد ڄام،
جنهن اياريو اسلام کي، قائم سيئي قيام.

(مخدوم محمد هاشم ٺٽوي)

جيتوڻيک موجوده وقت ۾ جديد سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي دور ۾، تعليمي ماهرن تحقيق سان ثابت ڪيو آهي ته: ”مادري ٻوليءَ ذريعي تعليم ٻار جو بنيادي حق آهي.“ سنڌ جي تعليمي تاريخ شاهد آهي ته، 11 ۽ 12 صدي هجري/ 17 ۽ 18 صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي گهڻگهرن عالمن، استادن فارسيءَ ۽ عربيءَ جي جاءِ تي مادري زبان سنڌي ٻوليءَ ذريعي بنيادي تعليم جي شروعات ڪئي. ان اصول جي اهميت اڄ تائين مڃيل پئي رهي آهي.

ان ڏس ۾ سنڌي ٻوليءَ جا 39 اوائلي منظوميا، 11 صدي هجري/ 17 صدي عيسوي يا ان کان ٻه اڳ جا لکيل دستياب ٿيا آهن، جيڪي ڪاتب عزت پٽ سليمان 1067 - 1069 هجري مطابق 1657ع- 1659ع وارن سالن ۾ اُتاري جمع ڪيا.

سنڌي ٻوليءَ جي هن آڳاٽي ذخيري کان پوءِ ميين ابوالحسن ٺٽويءَ نماز جي مسئلن بابت ”مقدمة الصلواة“ منظوم سنڌي، 11 صدي هجري/ 17 صدي عيسويءَ جي آخر يا 12 صدي هجري / 18 صدي عيسوي جي ابتدا ۾ هڪ ڪتاب لکيو، جيڪو مدرسن ۾ طالب علمن کي مادري ٻوليءَ جي سلسلي ۾ درسي ڪتاب طور پڙهايو وڃڻ لڳو.

ٺٽي جي مشهور عالم مخدوم ضياءُ الدين انهيءَ طرز تي نماز جي وڏيک مسئلن بابت منظوم سنڌيءَ ۾ ٻه ڪتاب جوڙيو، جيڪو ”مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌيءَ“ جي نالي مشهور ٿيو.

سنڌي ٻوليءَ جي هن سلسلي کي وڌائيندي، ٺٽي جي مشهور عالم، قاضي، مصنف ۽ استاد مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ ”مقدمة الصلواة“ جي فارسي، سنڌي اصلاح سان گڏ مختلف موضوعن تي خاص سنڌي ٻوليءَ ۾ منظوم ويهه ڪتاب لکيا، جيڪو ان ڪلهوڙا دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ۽ ديني ادب جي حوالي سان شاهڪار ڪارنامو آهي. مخدوم ٺٽويءَ جي انهن منظوم سنڌي ڪتابن جي الف- ب وار لسٽ هيءَ آهي: آداب النڪاح، اصلاح مقدمة

الصلواة، بناءُ الاسلام، تحفة التائبين، تفسير هاشمي، سايه نامه، دعائن بابت رسالو، راحة المؤمنين، رساله سراجيه، رساله افضل كيفيات الصلواة، رساله في موعظة ما يتعلق باحوال القبر و ما بعده، زاد الفقير، سنڌي مسائل ذبح شڪار، صلواة سڳوري بابت رسالو، عقائد الاسلام، فرائض الاسلام، قوت العاشقين، مختصر ترجمو دعائين، مدح سنڌ ۽ نصيحت نامو.[1]

جيتوڻيڪ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ فارسي ۽ عربيءَ ۾ تحريرون ۽ ڪتاب نظم، نثر ۾ ٿن سَوَن کان وڌيڪ لکيا، پر خاص نج سنڌيءَ ۾ ويهه ڪتاب لکي، ديني ادب سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي مالا مال ڪيو. ان وقت عالمن استادن جو اهوئي نظريو هو تہ، جيتوڻيڪ فارسي ۽ عربي علمي ٻوليون آهن، انهن ۾ هر فن جو وڏو ذخيرو لکيل موجود آهي، پر:

"عربي فارسي اوکي گهڻي، مٿي ابوجهن،
سنڌي ڪيم سولي، ڪدي ڪارڻ تن،
تہ ماڻ نفعو عام ٿئي، ڪارڻ مؤمنن،
گهڻو سکڻ سولو ٿئي، ڪارڻ نو آموزن.

(مخدوم محمد هاشم ٺٽوي)

هن مان ظاهر آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي شاندار عمارت جي پيڙهہ جو پٿر يا ابتدائي سِرون ڪاتب، عزت پٽ سليمان جي 39 سنظومين، ميين ابوالحسن ٺٽويءَ ۽ مخدوم ضياءُ الدين ٺٽويءَ رکيون، پر مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ، سنڌي ٻوليءَ جي اڳاٽيءَ تعمير ۾ ڪامون، ڪايا، پڇر ۽ پٿيون وجهي چٽ جوڙي، سينگاري سنواري شاندار عمارت مڪمل ڪئي.

اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ وقت بوقت سنڌ جي عالمن استادن پرخلوص علمي ۽ قلمي ڪوششون پئي ڪيون آهن ۽ اهو سلسلو اجا تائين هليو ٿو اچي. هينئر سنڌي ٻوليءَ جو بلند بالا تناور وڻ اُونهين پاڙن، ٿُڙ، ڏارن، ٽارين، شاخن گوشن، گلن ڦلن ۽ ميون سان مائيدار ٿيو بيٺو آهي.

**راحة المؤمنين:** مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ پنهنجي وقت ۾ اڪثر ضروري مسئلن ۽ پڇيل سوالن بابت ڪتاب ۽ رسالا لکيا ۽ وقت سر انهن ضرورتن تي ڌيان ڏئي قلم ڪنيو. جيتوڻيڪ سنڌ جا اڪثر ماڻهو زراعت پيشہ آهن، پر ذبح ۽ شڪار جي حوالي سان سنڌ ۾ شڪاري جانورن ۽ پکين جي گهڻائي هئي. درياهہ جي گهڻي پاڻيءَ ۽ ڍنڍن ڍورن جي ڪري مڇي بہ جام هئي.

هيءُ ڪتاب سنڌي نظم ۾ "ذبح ۽ شڪار" جي مسئلن بابت لکيل آهي. جانور کي حلال ۽ ذبح ڪرڻ ۽ شڪار ڪرڻ جي باري ۾ ڪوبہ اهم ۽ ضروري مسئلو ڪونهي، جيڪو

(1) ڊاڪٽر الهہ رکيو ٻٽ: "سنڌ ۾ ڇاپخاني کان اڳ سنڌي قلمي ڪتابن جو مختصر جائزو" (مقالو) ٽہ ماهي "مهراڻ" سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، جولاءِ_ سيپٽمبر 2008ع، صفحو 33-41.

هن ڪتاب ۾ آيل نہ هجي. مخدوم ٺٽويءَ هن ڪتاب ۾ ذبح شڪار، حلال ۽ حرام جانورن، پکين ۽ مڇيءَ بابت اهڙي وضاحت لکي آهي، تہ جيئن اهل سنڌ ٻهراڙيءَ جي رهاڪن، جهنگ جهر جي باشندن، توڙي درياهہ ڍنڍين ڍورن جي آسپاس رهندڙ ماڻهن کي ذبح شڪار ۽ حلال حرام بابت پوري ڄاڻ ملي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ مسئلا سمجهي ۽ عمل ڪري سگهن.

راقم جي لائبريريءَ ۾ "راحة المؤمنين" جا مختلف قلمي عڪسي ۽ ڇپيل پنج ڇاپا موجود آهن:

1. سال 1312 هجري/ 95- 1894ع جو ڇاپو، جيڪو مولوي محمد عثمان پراڻي سنڌي ۾ مجتبائي پريس لاهور ۾ ڪتاب "زادالفقير" منڍ ۾، وچ ۾ "راحة المؤمنين" ۽ آخر ۾ "مطلوب المؤمنين" سان گڏ ڇپرايو. هن ڪتاب ۾ راحة المومنين 56 صفحا آهي. صفحي جي ڊيگهہ نو انچ ۽ ويڪر ڇهہ انچ آهي. هر صفحي ۾ 17 سٽون ۽ هر سٽ ۾ سراسري طور 12 لفظ آهن.
2. قلمي نسخي جو فوٽو اسٽيٽ عڪس. هن قلمي نسخي ۾ 51 صفحا آهن. ڪاتب گل محمد پٽ علي محمد کهاوڙ وينٺل وارهہ ۽ ڪتابت جي تاريخ 28 شوال 1317ع هہ/ 1 مارچ 1900ع آهي. هي عڪسي قلمي نسخو مڪتبہ قاسميہ ڪنڊياري مان دستياب ٿيو آهي.
3. ڪتاب الصيد والذبائح ذبح ۽ شڪار. عبدالڪريم انصاري سنڌي نثر ۾ اضافن سان آٽي سکر مان شايع ڪيو.
4. ساڳئي نالي سان نثري ڇاپي کي مولوي عبدالحميد پٽيءَ ٿوريءَ ڦيرگهير سان محموديہ پريس سکر مان ڇپرايو.
5. ذبح ۽ شڪار. ٺٽي جي بزرگ محمد اسماعيل ڪنيار ترميم سان نثر ۾ آڻي، حاجي عبدالحسين وينجهر جي تعاون سان ڪراچيءَ مان شايع ڪيو.

**مواد جو وچور:**

مخدوم ٺٽويءَ هيءُ رسالو انهيءَ ڪري لکيو، تہ جيئن مسلمان حلال ۽ حرام شين جو فرق پروڙين ۽ حلال شين جو صحيح استعمال ڪن. شريعت جي مقرر ڪيل طور طريقي تي حلال شين کي ڪم آڻين ۽ حرام کان بچن. مخدوم ٺٽوي پنهنجي هن ڪتاب جي تمهيد ۾ لکي ٿو:

"هينئڙي منجهہ حقير جي، اچي وهم پيو،
ماڻهو مسئلا ذبح ۽ شڪار جا، پڇن گهڻيرو،
ڪي لکجي تن منجهان، گهڻو جي ٿورو".

مخدوم ٺٽويءَ اهو بہ ڄاتو ٿي تہ:

"عربي آهي اهکي، ابوجهن اَپار"

انهيءَ ڳالهه جو ڪيس بخوبي احساس هو، تنهنڪري هي ضروري مسئلا سنڌيءَ ۾ آندائين.

ڪتاب ”راحة المؤمنين“ (مؤمنن جي آسودگي ۽ فرحت) ۾ جانور کي ذبح ڪرڻ جا سڀ مسئلا، حلال ۽ حرام جانور، پکي ۽ مڇيءَ جي بيان سان گڏ شڪار بابت حلال جانورن ۽ پکين جو بيان بہ تمام تحقيقي پيرائي ۾ آندو ويو آهي. ڪتاب ۾ ٻہ باب آهن: پهريون ذبح جي باري ۾ ۽ ٻيو شڪار جي باري ۾.

**باب پهريون:**

ذبح جي شروعات ۾ آهي تہ حلال جانور کي ڪهڻ ۽ حلال ڪرڻ جي باري ۾ جانور ڪهندڙ ڪان قيامت ۾ عذاب يا پڇاڻو نہ ٿيندو. مخدوم ٺٽويءَ ان باري ۾ قرآن شريف ۽ حديث نبويءَ مان دليل ڏيندي لکي ٿو:

”ڄاڻڻ گهرجي تہ شريعت محمديءَ مطابق حلال جانور کي ڪُهڻ جائز آهي. جيئن خود الله تعاليٰ جو ارشاد آهي: ”خَلَقَ لَكُم مَا فِي الأَرضِ جَمِيعاً (سورة البقره، رڪوع 3، آيت 29) يعني ’جو ڪجهه زمين ۾ آهي، سو سڀ اوهان لاءِ پيدا ڪيو.‘

نبي پاڪ ﷺ جن پاڻ حج جي موقعي يا عيد قربانيءَ جي ڏينهن ۾ جانورن جي قرباني ڪئي آهي. البت ضرورت کان سواءِ يا رونشي خاطر جانور کي نہ ڪُهڻ گهرجي ۽ ايئن ڪرڻ مڪروه آهي.“

ذبح ڇاکي چئجي؟ جانور ڪهڻ جي طريقہ ڪار جي وضاحت هن ريت آيل آهي. ذبح جا ٻہ قسم آهن. هڪ ذبح اختياري ۽ ٻيو ذبح ضرورت.

”**ذبح اختياري**“ جي معنيٰ آهي حلال جانور کي پنهنجي وس يا مرضيءَ مطابق ڪُهڻ. اهو تڏهن جائز آهي، جڏهن حلال جانور کي ذبح ڪرڻ وارو شخص الله پاڪ جو نالو وٺي ذبح ڪري يعني ”بسم الله الله اڪبر“ چئي ذبح ڪري. جانور جو مُنهن قبلي طرف رکڻ گهرجي. ذبح ڪرڻ وقت ڪاتي يا ڇُري تمام تکي ڪري پوءِ ذبح ڪري. جانور جي نڙيءَ جون چارئي رڳون ڪپجي وڃن.

”**ذبح اختياريءَ**“ کان پوءِ ”**ذبح ضرورت**“ جو بيان آهي. ”ذبح ضرورت“ اهڙي قسم جي ذبح جو نالو آهي، جو جيڪڏهن ڪهندڙ شخص جانور تي قادر ٿي نہ ٿو سگهي، تہ پوءِ بسم الله چئي، ڪنهن تکي اوزار سان جانور کي اهڙو زخم ڪرڻ گهرجي، جنهن سان جانور مان رت وهي نڪري. ”ذبح ضرورت“ جا ڇهہ قسم آهن.

ذبح ضرورت کان پوءِ حلال ۽ حرام جانورن جو بيان آهي. زمين تي جانور ٽن قسمن جا پيدا ٿيل آهن: (الف) چوپايا جانور (ب) پکي (ج) زمين تي سُرندڙ جيت.

ان بعد مخدوم نئوِيءَ اهو بحث ڪيو آهي تہ، ڪهڙا جانور يا پکي حلال يا حرام يا مڪروهہ آهن. اهڙي ريت مڇي يا پاڻيءَ ۾ رهندڙ ٻين جانورن ۽ مڪڙن جو بيان بہ آندو آهي. آخر ۾ انهن ڏهن جانورن جو ذڪر آهي، جن جو گوشت حضور پرنور نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن کاڌو آهي. اهي جانور هي آهن:

"ڏهہ وهڻ لکيائون اهڙا، صحي سي سڄڻ،
"اُٺ"، "ٻڪري" ۽ "ڏڳي"، چوٿون "سهو" چون،
پنجين "ڪُڪڙ"، ڇهون "تغدري" چو منجهان پکيڙن،
ستون گوشت "گورخر" جو، اٺون سندو "مڇين"،
ڪن ڪن ڪتابن ۾، پچار هي آهي
تہ کاڌو گوشت "سرخاب" جو، پڻ سيد سونهاري،
"مڪڙن" جي ماهہ ۾، پڻ روايت آهي،
پورا ڏهہ حيوان ٿيا، ان روايت ڪري."

**باب ٻيو:**

شڪار جي باري ۾ آهي. شڪار مسلمان مؤمنن جي لاءِ شريعت ۾ روا ۽ جائز آهي. مخدوم نئوِيءَ وضاحت ڪندي لکيو آهي:

"لکن ڪتابن ۾، نِرتي ايءَ پچار،
تہ آهي درست مؤمنن کي، ڪرڻ سندو شڪار،
"واذا حللتم فاصطادوا"، فرمايو جبار،
موڪل ڏني، تنهن جي، محمّد مختار،
پر ڪيو شڪار پاڻ نہ ڪڏهن، سرور سڀ ڄمار،
مگر اِذنُ ڏنائون اُن جو، کي صحي صحابن،
تيلاهہ مباح ٿيو، منجهہ مڙن مذهبن،
پر قصد قوت حلال جو، ور شڪاري ڪن،
ڪ ڪري نيت ڪنهن نفعي جي، وڃي شڪار وٺن،
جي نيت ڪيائين راند جي تہ ڪراهت ڪهن."

شڪار جا ٻہ قسم آهن: هڪ شڪاري جانورن سان ۽ ٻيو تيز تکن اوزارن سان. ذبح وانگر شڪار جا بہ چوڏهن شرط بيان ڪيا ويا آهن.

**خاص سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي صورت ۽ لکت:**

ڪتاب "راحة المؤمنين" جي اندروني مطالعي مان مخدوم نئوِيءَ، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ ڪلهوڙا دور جي سنڌي صورتخطيءَ جون ڪي خاص صورتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون،

جن جو هينئر رواج ڪونهي. مثال طور قديم ۽ جديد لفظن جي تحرير ۽ نمونو هي آهي:

| قديم | جديد | قديم | جديد |
|---|---|---|---|
| اڳاٽرو | آڳاٽو | انه | انهي |
| ڳي | آڳي | ٻُڃا | ٻچڙا |
| اَبوجَن | ابوجهن | ٻَارَهُ | ٻارهون (12) |
| اُپيَارو | اپاريو | ٻِن | ٻنهي |
| اَناَ | انون (انن) | پَاهِجو | پنهنجو |
| اَنجا | اجا | پَرِ | پَرين |
| اِڪَارَهُ | يارهون (11) | پَرُور | پروڙ |
| پَڙِياءِ | پڙهيائين | رَحمَتُ | رحمتون |
| پَنجاَ | پنجون (5) پنجن | رڪ | رڳون |
| پوءِ | پوي | سَاءِ | سو (100) |
| پوي | پوئين | سَائِي | سائين |
|  |  | سِ | سين |
| يَڳاڙَ | بگهڙ | سَڀاجو | سڀاجهو |
| پِهرو | پهريون (1) | سَتاَ | ستون (7) ستن |
| ٽِرو | ٽيون (3) | سِڪو | سگهو |
| تڪِي | تڪيون | سَنڌِي | سنڌي |
| تُن | تون | سُوءِاِن | سانهه |
| تَيرَهُ | تيرهون (13) | سُوفَ | صوف |
| تِه | تنهن | ڪَتِي | ڪتيون |
| تِيه | تيئن | ڪَرِيندَهِ | ڪندي |
| جَجو | جهجهو | ڪِهمِ | ڪنهن |
| جَلَڻ | جهلڻ | ڪُهن | ڪهڻ |
| جنگ | جهنگ | ڪَيُ | ڪيون |
| جِه | جيڪڏهن | ڪاءُ | گهاءُ |
| چنگه | چڱائي | ڪِرَن | ڪڙن |
| چَندر | چنڊ | ڪنيو | ڳٽيون |
| چِڙَنُ | چڙهڻ | ڪِيڻ | ڪائڻ |

| چوٿو | چوٿون (4) | گر | گهر |
|---|---|---|---|
| چَوڏهُ | چوڏهون (14) | گند | ڳِنڍ |
| ڇَهُ | ڇهون (6) | گني | گهٽي |
| ڇِيُ ڇِيُ | ڇيهون ڇيهون | گٽي | ڳِٽيون |
|  |  | لُه | لوهہ |
| ڊَرگِي | ڊِگهي | مَاڙُو | ماڻهو |
| ڊور | ڍور | مِڙن | مڙني |
| ڏُونہ | ڏانهن | مَنجَا | منجها |
| ڏَهُ | ڏهون (10) | مُوُ | مئو |
| ڏِيهہ | ڏينهن | ميري | ميڙي |
| رَسَاٽِي | رسائي | مُنِي | مُڏي |
| نَجَلِيَاءِ س | نہ جهليائينس | نِگئو | نڪتو |
| نوءُ | نائون (9) | وَاهِيَاءِ | وهايائين |
| وِؤ | ويو | وَهَندَه | ويندي |
| هِي ۽ | هِينئين | هَيَاءِ | هنيائين |
| ئِن | اِن | ئِي | اِي |

سنڌي صورتخطيءَ جي اوسر ۾ مخدوم ٺٽويءَ جي آڳاٽي ڪتاب ”راحة المؤمنين“ جي متين تحريري صورت هڪ خاص اهميت رکي ٿي. جهوني ۽ جديد صورتخطيءَ ۾ آيل لفظن پروڙڻ سان سنڌي ٻوليءَ جي قدامت ۽ اهميت ظاهر ٿئي ٿي ۽ لفظن جي مٿاسٽا جو انوکو نمونو سامهون اچي ٿو.

**لطيفي رنگ:**

مخدوم محمد هاشم ۽ شاهه ڀٽائيءَ جو ساڳيو دور آهي. شاهه لطيف وانگر حضرت مخدوم ٺٽويءَ بہ هن جهوني ڪتاب ”راحة المؤمنين“ سنڌيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جا سهڻا اصطلاح محاورا ۽ وڻندڙ لفظ گهڻا آندا آهن، پڻ نظم ۾ تجنيس حرفيءَ جا سهڻا مثال، لفظي ۽ معنوي خوبيون، لفظ ۽ صنعتون عام جام سمايل آهن. ”راحةالمؤمنين“ جون هيٺيون سٽون ان ڏس ۾ سهڻو مثال آهن:

- ٿئي تسليم تن ڪي، اندر جن اُڪير.
- مِهر ڪر مون ڏٽي ٻاجهہ ساڻ ٻُڌن.
- بخشي ٻوڇ ٻُڇائيون، ڏوهڙا ڏوهارين.
- مون جيئن مَناين جا، ياندا پريا جن.

- ڪرم تنهن جو ڪثير ٿيو، اي صاحب سندا سين.
- ڪرم ڪري ڪريم ڏٺي، مانَ ڪمينن ساڻ.
- ميٺي مَنايون مَنن جون، مانَ ڀلن برڪَتا.
- جِت ميڙو ٿيندو مؤمنين، لڪين لڪ مِڙندا.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي هن خالص ديني ڪتاب ۾ به شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ٻوليءَ رهاڻ سمايل آهي. مثال:

- سائينم
- منجهان سڪ سرير
- پائي ڪانُ ڪمانِ ۾
- اندر جن اُڪيرَ
- ٿئي تسليم تن ڪي
- صاحب سندا سين
- واٽ لهن وِلها
- ميٺي مَنايون مَنن جون
- ڇڏي ويم ڇپرين.

**سنڌي ٻوليءَ جي اَڳاڻن لفظن جو خزانو:**

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي هن ڪتاب "راحة المؤمنين" منظوم سنڌيءَ ۾ ان دور جا لفظ گهڻا استعمال ٿيل آهن، جيڪي گهڻو ڪري هن وقت لکت ۾ استعمال ڪونه ٿا ٿين، پر اهي لفظ ان دور جا نج سنڌي لفظ آهن. مٿي انهن انوکن لفظن جي پڙهڻي قديم ۽ جديد ڏني وئي آهي. انهن ٺيٺ سنڌي لفظن جي معنيٰ پروڙڻ به ضروري آهي. ڪتاب ۾ انهن سيني لفظن جي معنيٰ جي الف_ ب وار پٽي ڪتاب جي آخر ۾ شامل ڪئي وئي آهي. نموني طور اهڙا ڪجه لفظ هيٺ معنيٰ سميت لکجن ٿا، ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي لکت ۽ اوسر جي پروڙ پئجي سگهي.

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اُبهان | ڇُٽان | پهس | اوچتو، امالڪ |
| اُتري | ٽڙڪي | پهن | ٻڪرين |
| اَنگڙا | عُضوا | پوتارو | بتال، بدحواس |
| اَيهار | نمونو، مهاندو | ترت | سُرت، سمجهه |
| ٻَيدي | سُڄ، برپٽ | تڪ | ڳيت، وڏو ڍڪ |
| ٻَه | گهڻو | ٿول | شيءِ، ڳالهه |

| پُوت | حصو، پتي | توڪ | شيءِ |
|---|---|---|---|
| ڄيٽو | ساڃو | ڇيرو | باهہ |
| ڇَارن | چانورن | ڇَٽ | ڦُڙو |
| ڏائو | ڪاپو | رَهڪ | رهائش |
| زَبُون | حرام | سَائينءِ | منهنجا سائين |
| سِتَرانُ | سخت، ڏاڍو | سِڄُ | سج |
| سُنت وينو | اڻ طهريل | سَنهي ٿُلهي | پيشاب پاخانو |
| سِيار | گدڙ | ڦُٽي ڦُٽي | ڦتڪي ڦتڪي |
| ڪَٽِ | ڪجهہ، ذرو | ڪَوڏ | هيج، شوق |
| گرڪ | رڳ | گُوهر | ڪوهہ |
| مَاه | گوشت | مَرِي وارو | مرگهي وارو |
| مُنِي | مُڏي | مَهدا | اڳيان، سامهون |
| مَهو | مڃر | نِبار | نج، خالص |
| نِگِيو | نڪتو | واتٺا | ٽڪرا، ياڱا |
| وَائِي | ٻولي | وِترو | وڏيڪ |
| وَرن | رنگ | وِلهَا | ٽلها، سُجا، سگهٽا |
| هَڏهين | هرگز، مورهين | هُوند | جيڪر |
| هَيج | شوق، چاهہ | هيڪاندو | گڏ تيو |
| هِينئو | دل | | |

**نظم جو نمونو:**

مخدوم نُنويءَ جي ٻين منظوم سنڌي ڪتابن وانگر ”راحة المؤمنين“ بہ پراڻي سنڌي نظم ۾ آهي. سندس نظم جي اهميت هنن ادبي حوالن مان ظاهر ٿئي ٿي.

”راحة المؤمنين وارو نظم بناوت، ميناج ۽ نزاڪت ۾ هوبهو (مخدوم صاحب جي ڪتاب) ”زاد الفقير“ جهڙو آهي. هن ۾ بہ ڪي ڏوهيڙا ٻن مصرعن وارا ۽ ڪي ٽن مصرعن وارا آهن ۽ ڪي وڏيڪ مصرعن وارا آهن. قافيہ جي پختگي ۽ صنعتن جو سينگار بہ اهڙوئي رکيل آهي“. [1]

”هن رسالي جو نظم سهڻو، پختو ۽ وڻندڙ آهي. مخدوم محمد هاشم جو هيءُ ادبي ڪارنامو ڪلهوڙن جي دور ۾ لکيل ”سنڌين“ ۾ خاص اهميت وارو آهي“. [2]

(1) محمد صديق ميمڻ، خانبهادر ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ آر- ايچ احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد، 1967ع، ڇاپو نائون، جلد_1، صفحو 88.
(2) عبدالجبار جوڻيجو، ”سنڌيون“ اداره سنڌيات، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد، سنڌ، 1970ع، صفحو 64، 65.

”هن ڪتاب جو مقصد واضح ڪرڻ لاءِ مخدوم صاحب پنهنجا دليل نهايت وزنائتا ڏنا آهن. نظم بہ نهايت وڻندڙ پختو آهي. ٻن ٻن يا ٽن ٽن مصرعن تي قافيا بدلائيندو ويو آهي.“ (1)

## ڪتاب جو نالو:

مخدوم ٺٽويءَ ڪتاب جو نالو هن ريت آندو آهي:

ڪارڻ اهل دين جي هي لکيم رسالو
”راحة المؤمنين“ سنڌي رکيم تنهن نالو.

## تصنيف جو سال:

تنهن ڏينهن تمام ٿيو هي ناقص جو نسخو ورهن سنڌو هجرت جي مون تنهن ڏينهن حساب ڪيو تان اڪاره سو ٽيهہ ورهہ ٿيا، منجهس ڦير نہ ڪو

1130 هجري

## مصنف جو نالو:

هادي ڪر ”هاشم“ ڪي مؤمنن منجها
مرهي پنهنجي مهر سين ڏوهہ ڏوهاري جا

## حوالي وارا ڪتاب:

مخدوم ٺٽويءَ هن ننڍي ڪتاب ”راحة المؤمنين“ ۾ قرآن مجيد سان گڏ عربي ۽ فارسي جي پنجويهن (25) وڏن ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن ۽ هر ڳالهہ دليل سان پيش ڪئي آهي. حوالي طور آيل ڪتابن جا الف- ب وار نالا هي آهن:

• تبيين • تلقيح • جوامع الفقه • حياة الحيوان • خزانة الاڪمل • خزانة المفتين • خلاصه الفقه • شرح تحفة الملوڪ • شرح تڪمله رازي • عنايه • عيني • غاية البيان • فتاويٰ تاتارخاني • فتاويٰ سراجي • فتاويٰ ظهيري • فتاويٰ قاضي خان • قرآن مجيد • قنيه • ڪافي • ڪفايه • محيط • مسعودي • مڪسين • مطلوب المؤمنين • هدايه

## راحة المؤمنين جي فقهي اهميت:

مخدوم ٺٽويءَ جي هن ڪتاب ”راحة المؤمنين“ جي ٻوليءَ ۽ فقهي حوالي سان وڏي اهميت آهي. سنڌ جي عالمن ۽ اديبن هن ڪتاب جي عظمت هن ريت بيان ڪئي آهي:

”بندوق جو استعمال ماضي قريب ۾ آيو آهي. ان کان اڳ ۾ ماڻهو جانورن ۽ پکين جو شڪار ڪُتن، بازن ۽ ٻين جانورن جي مدد سان ڪندا هئا. مخدوم صاحب عام ماڻهن جي اڻ ڄاڻائيءَ جو احساس رکندي، ذبح ۽ شڪار متعلق شرعي مسائل تي هڪ خاص منظوم ڪتاب سنڌيءَ ۾ 1130 هجريءَ ۾ جوڙي تيار ڪيو؛ جنهن ۾ ذبح ۽ شڪار جي نسبت انهن سڀني شرعي مسئلن جو احاطو ڪيو اٿس؛

(1) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ”سنڌي ادب جي تاريخ“ سنڌي لئنگويج اٿارٽي، حيدرآباد، 2004ع، جلد-1، صفحو 231.

جن جي مڪمل تعميل کان سواءِ حلال جانور جو گوشت نہ مسلمان لاءِ جائز ٿيندو ۽ نہ وري حلال جانور يا پکي شڪار ڪرڻ کان پوءِ درست ٿي سگهندو... ڪتاب جي غائر مطالعي کان پوءِ چئي سگهجي ٿو، تہ اسان جي مصنف هن ڪتاب جي جوڙڻ ۾ نهايت جفاڪشيءَ کان ڪم ورتو آهي. ذبح ۽ شڪار متعلق سيني شرعي احڪامن کي يڪجا ڪيو آهي ۽ سيني مسئلن جو ڪوبہ پهلو تشنہ رهجي نہ ويو آهي." [1]

"ڪتاب راحة المؤمنين ۾ زمين ۽ پاڻي ۾ رهندڙ جانورن مان جيڪي شريعت موجب حلال يا حرام آهن، تن جا نالا نشانيون ۽ ٻيا تفصيل ڏنل آهن. ساڳي طرح پکين جو بيان بہ ڏنل آهي". [2]

"اسان جي خيال ۾ انهيءَ مضمون جي سلسلي ۾ هيءُ ڪتاب لاجواب آهي. ان کان وڌيڪ ٻيو ڪتاب سنڌيءَ ۾ اسان جي نظر کان نہ گذريو آهي." [3]

"هيءُ ڪتاب پنهنجي موضوع تي بلڪل مڪمل ڪتاب آهي. هن ڪتاب جي غور سان مطالعي ڪرڻ بعد عام ۽ خاص مسلمانن کي انشاءَ الله تعالىٰ شڪار ۽ ذبح ڪرڻ جي اعلىٰ بصيرت حاصل ٿيندي. هي ڪتاب نہ صرف عوام الناس جي لاءِ، بلڪ علمي دنيا ۽ عالمن لاءِ بہ ڪنزالذخائر يا نعمت غير مترقبه ثابت ٿيندو". [4]

ان ڪري علمي دنيا ۾ ضرورت هئي، تہ مخدوم ٺٽويءَ جي اهڙي بهترين معلومات افزا ديني ڄاڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي خزاني سان ڀرپور ڪتاب کي سليس سنڌيءَ ۾ آڻي شايع ڪجي، تہ جيئن سنڌ جي نوجوان نسل لاءِ ڪارآمد ثئي. ان ڪري "راحة المؤمنين" جي ڇپيل ۽ قلمي صفحن جا عڪس شامل آهن ۽ ڪتاب جي آخر ۾ ڏکين جهونن سنڌي لفظن جي معنىٰ جي الف- ب وار پٽي بہ شامل ڪئي وئي، تہ جيئن ان وقت جي سنڌي لکت، حرفن جي بيهڪ ۽ صورتخطيءَ جو اندازو ٿي سگهي.

هينئين منجهہ هن حقير جي، وهم اي پيو،
تہ ماڻهو مسئلا ذبح ۽ شڪار جا، پڇن گهڻيرو،
ڪ لکجي تني منجهان گهڻو جي تورو،
پر عربي آهي اهڪي ابوجهن اپار،

(1) ڊاڪٽر مدد علي قادري، "مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جون سنڌيءَ ۾ تصنيفات" (مقالو)، ٽہ ماهي "مهراڻ"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو، جنوري۔ جون 1981ع، جلد 30، شمارو 1 ۽ 2، صفحو 152- 155.

(2) ڊاڪٽر قاضي يارمحمد، "سنڌيءَ ۾ فقهي تحقيق جو ارتقاء"، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1992ع، صفحو 74.

(3) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، "ڪتاب الصيد والذبائح" مرتب: حافظ عبدالحميد پٽي، ناشر حافظ شمس الدين ائنڊ برادرس سکر، 1970ع، ڇاپو ٽيون، عرض حال ص-1

(4) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، "ذبح ۽ شڪار"، مرتب: فقير محمد اسماعيل ڪنيار (ٺٽوي) وفائي پرنٽنگ پريس ڪراچي، سال .. پيش لفظ، صفحو 6.

نہ ڪا پروڙ پارسيءَ جي، نا موزن نبار،
پوءِ نہ اچاڻن ڪي ڪا، سنڌيءَ ڏاران سار،
تڏهن سنڌي ڪيم سهڪي، ڪدي عربيا،
تہ پڙهيس مؤمن سي ڪو، سڪي مسئلا.

طالب العلم

22- ربيع الثاني 1430 هجري
مطابق 19- اپريل 2009ع

عبدالرسول قادري
تعلقو سڪرنڊ، نوابشاهہ

# مخدوم محمد هاشم ٺٽويؒ جي زندگيءَ جو احوال

الله تعاليٰ جي ٻاجھ سان سنڌ جي سهڻي سرزمين مان محبت ڀريا ماڻهو ۽ پرور پاڪ جا پُهتل پيارا ٻانها پيدا ٿيندا رهيا آهن، جن جي جوت جڳ کي پئي جرڪايو آهي.

هن ڪتاب جو مصنف مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سنڌي رحمة الله عليه ٻه سرزمين سنڌ جو مايہ ناز عالم ۽ ناميارو مصنف ٿي گذريو آهي. سندس علمي، ادبي ۽ ديني خدمتون سرسبز سنڌ کان علاوه عرب و عجم ۾ سڄ جيان روشن آهن. اڄ ٻه سندس نالو علمي ۽ ادبي دنيا ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ جيان چمڪي رهيو آهي. سندس علمي ڪتاب دنيا جي مشهور يونيورسٽي "جامعه الازهر" مصر ۾ نصاب طور پڙهايا وڃن ٿا.[1] سندس شاگردن جو حلقو سنڌ سان گڏ بلوچستان، افغانستان، ايران ۽ حجاز مقدس مڪي مديني شريف تائين وسيع هو.[2]

اڄ کان ٻه اڍائي سؤ ورهيہ ڪن اڳ سرزمين سنڌ جي شان ۽ ساراهہ ۾ "مدح نامہ سنڌ" نالي ڪتاب لکي، سنڌ جي مَٽ گهُرن کي لاجواب ڪيائين ۽ سنڌ جو شان سوايو ڪيائين.[3]

جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ سنڌي ڪتابن جي مستقل ابتدا ۽ سنڌي الف- ب جي ارتقا جاري هئي تہ مخدوم صاحب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڏِزن کان وڌيڪ ڪتاب لکي، سنڌي ٻوليءَ کي مالامال ڪيو ۽ اهل سنڌ تي احسان ڪيو.

مخدوم صاحب جي ذات گرامي ڪنهن ٻہ تعارف جي محتاج نہ آهي. سندس علمي عظمت جو اعتراف نہ رڳو گڏيل هندستان جي علمي طبقي ڪي آهي، پر سڄي عالم اسلام ۾ ڪيس سنڌ جو وڏو محدث ۽ فقيه سڏيو وڃي ٿو. مخدوم صاحب پنهنجي دور ۾ تصنيف، تدريس، تبليغ ۽ رشد و هدايت جي ذريعي اسلام ۽ مسلمانن جي جيڪا خدمت ڪئي ۽ بڇڙين بدعتن خلاف جهاد جو جهنڊو بلند ڪيو، تنهن ڪي ڏسندي سنڌ ۾ 12 صدي هجريءَ جو ڪيس "مجدد" سڏجي تہ بجاء آهي.[4]

**خانداني احوال:**

مخدوم صاحب جا وڏا اصل ۾ سنڌ جي قديم شهر سيوهڻ جا رهاڪو هئا، پر قسمت سانگي مخدوم صاحب جو والد لاڙ طرف لڏي اچي ٻنوري ۾ رهيو. جتي مخدوم صاحب ڄائو، نپنو پڙهيو وڏو ٿيو. اڳتي هلي ٺٽي ۾ وڌيڪ اسريو، نسريو پڙهيو پرجهيو پروڙيو، پچي پختو ٿيو ۽ رچي ريٽو ٿيو. لاڙ جو لال تي اپريو ۽ فيض عام ڏيڻ لڳو.

---

(1) عبدالجبار جوڻيجو (ڊاڪٽر)، "سنڌيون" اداره سنڌيات سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد، 1970ع، ص 61.

(2) راوي علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊائريڪٽر شاه ولي الله اڪيڊمي، حيدرآباد

(3) مخدوم محمد هاشم ٺٽويؒ، "مدح نامہ سنڌ"، فارسي قلمي ص 1- 40.

(4) غلام مصطفيٰ قاسمي، "مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو وصيت نامو"، ماهوار نئين زندگي، پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي، آڪٽوبر، 1959ع، جلد_12، نمبر 10، ص 19.

مخدوم صاحب جو نالو محمد هاشم، پيءُ جو نالو عبدالغفور ۽ ذات جو پهنور هو. پهنور حضرت حارث جو اولاد آهن.[1] پر پاڻ پرپور علمي ۽ ديني خدمتن جي ڪري "مخدوم سڏجڻ لڳو. سندس نسب جو سلسلو هن ريت آهي:

"محمد هاشم بن عبدالغفور بن عبدالرحمٰن بن عبداللطيف بن عبدالرحمٰن بن خيرالدين السندي البتورائي ثم البهرامپوري ثم اللتتوي."[2]

**ولادت ۽ تعليم:**

مخدوم صاحب جي ولادت تاريخ 10- ربيع الاول 1104 هجري، 19- نومبر 1692ع تي لاڙ پٽ بنوري ۾ ٿي. پاڻ ابتدائي علم فارسي، عربي صرف نحو پنهنجي والد عبدالغفور وٽان پرايائين. ان کان پوءِ ٺٽي شهر ۾ مخدوم محمد سعيد وٽ وچون درسي نصاب پڙهيو. آخر ۾ مخدوم ضياءُ الدين ٺٽويءَ وٽ مڪمل نصاب پڙهي پورو ڪيو.[3] ان دوران مخدوم صاحب جو والد عبدالغفور بنوري ۾ سنہ 1113 هجريءَ ۾ وفات ڪري ويو. ان ڪري مخدوم صاحب ٺٽي مان واپس پنهنجي شهر بنوري ۽ بعد ۾ ان جي ويجهو بهرامپور ڳوٺ ۾ ديني تعليم پڙهائڻ جي شروعات ڪئي. غالباً اتي حالتون ناسازگار رهيون، تنهنڪري هن وڏي عالم ۽ استاد ڪي ٺٽي جهڙي مرڪزي شهر ۾ مدرسو کولڻ موزون لڳو، ڇوته ٺٽو نہ رڳو اڳ ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو، پر علمي دنيا ۾ "عراق ثاني" جي حيثيت رکندو هو.[4] مخدوم صاحب ٺٽي ۾ رهي دين متين جي خدمت ڪرڻ ۽ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ تعليم جو في سبيل الله سلسلو جاري ڪيو.

**سفر حرمين ۽ طريقت جو سلسلو:**

جڏهن مخدوم صاحب جي عمر 31 ورهيہ ٿي تہ سنہ 1135 هجريءَ ۾ حرمين شريفين جي زيارت واسطي حجاز مقدس روانو ٿيو. اتي بہ وقت جي برک محدثن شيخ عبدالقادر مفتي مڪ مڪرمہ، شيخ عبد بن علي مصري ۽ شيخ ابوطاهر مدني جهڙن مشهور استادن کان علم حديث ۽ تفسير ۾ سندون حاصل ڪيائين.

حرمين شريفين جي سفر کان واپسيءَ ۾ مشهور صوفي بزرگ سيد سعدالله قادري سورت بندر واري وٽ قادري سلسلي ۾ بيعت ڪري، خلافت جو خرقو ڏکي، سنہ 1137 هجريءَ ۾ پنهنجي ماڳ ٺٽي موٽي آيو.[5]

---

(1) مير علي شير قانع ٺٽوي، "معيار سالڪان طريقت"، فارسي قلمي، ص 203.

(2) مير علي شير قانع ٺٽوي، "تذڪره مقالات الشعراء" فارسي، مرتب سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1957ع، حاشيہ 841

(3) خانبهادر محمد صديق ميمڻ، "سنڌ جي ادبي تاريخ"، آر. ايچ. احمد ائنڊ برادرس، حيدرآباد، 1965ع، ڇاپو ٻيون، ص 74.

(4) شيخ فريد بکري، "ذخيرة الخوانين" فارسي، پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي، ڪراچي، 1970ع، جلد_2، ص 31.

(5) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، "بذل القوة في حوادث سني النبوة" عربي، مرتب: مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1966ع، مقدمو، ص 7-9.

### ديني خدمتون:

مخدوم صاحب سفر حرمين ۽ قادري سلسلي ۾ خلافت کان بعد رات ڏينهن درس تدريس، ذڪر اذڪار ۽ تصنيف و تاليف ڏانهن متوجه ٿيو. وقت جي عالمن جي ڪتابن جو تحقيقي مطالعو، وقت جي حڪمرانن کي دين جي نصيحت، شرعي پابندي ۽ نفاذ شريعت لاءِ ڀرپور ڪوششون ڪرڻ لڳو. نادرشاهه بادشاهه ۽ احمد شاهه ابداليءَ کي سندن ظلم ۽ استبداد خلاف خط موڪليائين.[1]

ان ڏس ۾ سعيي سان ميان غلام شاهه ڪلهوڙي والي سنڌ کان سنه 1172 هجريءَ ۾ شريعت جي پابنديءَ بابت شاهي فرمان جاري ڪرائي، عملي زندگيءَ تي زور ڏياريائين.[2] سندس اهو هڪ ئي ڪارنامو سونهري حرفن ۾ لکڻ جهڙو آهي. وقت جي ڪن همعصر عالمن ۽ ٻين ماڻهن سندس مخالفت ڪئي، پر هي مرد مجاهد، شريعت جو خادم ۽ عاشق رسول ﷺ همه وقت سرتاپا شريعت پاڪ جي نفاذ، ديني خدمتن، درس ۽ تصنيف، قال الله ۽ قال رسول الله ﷺ جي شغل ۾ مصروف رهيو. مخدوم صاحب قاضي القضاة جي حيثيت ۾ فتويٰ نويسي ۽ شرعي فيصلا به ڪندو رهيو. هر روز ٽيپهري نماز بعد پنهنجي مدرسي واري هاشمي مسجد ۾ حديث نبويءَ جو درس ڏيندو هو، ۽ هر جمعي جي ڏينهن جامع خسرو (دابگران واري مسجد) ۾ وعظ ڪندو ۽ جمعي جي نماز پڙهائيندو رهيو. اهڙي ريت سندس زندگيءَ جو ٽائيم مقرر هو. سندس 24 ڪلاڪ ڪمن لاءِ وراهيل هوندا هئا.[3]

سنت جماعت جي مذهب جي تقويت ۽ دين متين جي رسمن زنده ڪرڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هن جي ڏينهن ۾ سندس ڪوشش سان اهڙا وڏا ڪم سرانجام ٿيندا هئا، جيڪي سچي دين جي تائيد جو ڪارڻ هوندا هئا. مشرڪن ۽ دين جي دشمنن تي سندس عمل چڱيءَ طرح جاري هو. سندس وقت ۾ سوين ذمي ڪافر مسلمان ٿيا.[1]

### مدرسو ۽ شاگرد:

مخدوم صاحب جو مدرسو "دارالعلوم هاشميه"[5] وچ شهر اگر محلي ۾ هو. سندس شاگردن جو حلقو تمام وسيع هو: جي مخدوم صاحب علم جو چنڊ هو ته، سندس شاگرد به علمي آسمان جا چمڪندڙ ستارا هئا. سندس چند مشهور شاگردن جا نالا هي آهن: مخدوم عبدالرحمٰن، مخدوم عبداللطيف، مخدوم عبدالله نرئي وارو، مخدوم عبدالخالق ٺٽوي، ابوالحسن صغير ٺٽوي مدني، فقيرالله علوي شڪارپوري، ميون عزت الله ڪيريو

---

(1) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، "بناء الاسلام" سنڌي، مرتب: فقير محمد اسماعيل ڪنيار، وفائي پرنٽنگ پريس ڪراچي، 1975ع، ڇاپو ٻيو، مقدمو، ص 38.

(2) روزانه "الوحيد" سنڌ آزاد نمبر، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت حيدرآباد، 1979ع، ڇاپو ٻيو ص 32.

(3) ايضا ص 33

(4) مير علي شير قانع ٺٽوي، "تاريخ تحفة الڪرام" فارسي، مطبع ناصري، جلد 3، ص 230.

(5) ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر، "سنڌ جا اسلامي درسگاه" سردار پريس حيدرآباد، 1982ع، ص 238.

چوٽياروي، شيخ الاسلام مراد سيوهاڻي، سيد شهمير شاهه مٽياروي، مخدوم مئيڊنو نصرپوري، سيد صالح شاهه گهوٽڪيءَ وارو ۽ نورمحمد خستہ ٽکڙائي.

**تصنيف ۽ تاليف:**

مخدوم صاحب قلم و قرطاس جو صاحب ۽ وڏو مصنف هو. سندس لکيل هزارين تحريرون ۽ ساڍا ٽي سؤ کن ڪتاب يادگار ڇڏيائين.[1] هر مسئلي تي سندس تحريرون موجود آهن. سندس ڪتابن مان تفسير هاشمي، بياض هاشمي، حيات القاري باطراف البخاري، مظهر الانوار، فاڪهه البستان، قوت العاشقين ۽ فرائض الاسلام علمي دنيا ۾ مشهور ڪتاب آهن. مخدوم صاحب جي ڪيترن عربي، فارسي ۽ سنڌي ڪتابن کي ايڊٽ ڪري، محققن پي ايڇ. ڊي جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن. تڪملہ مقالات الشعراء ۾ مخدوم صاحب جي ڪرامتن جو ڪافي ذڪر آيل آهي.[2]

**ڪتب خانو:**

مخدوم صاحب فڪر ۽ فهم، علم ۽ عمل، مطالعي ۽ ڪتابي دنيا جو عاشق هو. وٽس تفسير، حديث، فقہ، تصوف، تاريخ ۽ لغت وغيره هر فن تي وڏا وڏا ڪتاب موجود هئا. سنڌ جي عالمن جا اڪثر سنڌي ڪتاب بہ محفوظ هئا. مخدوم صاحب پنهنجي تصنيفات مظهر الانوار ۽ فاڪهه البستان ۾ بہ حوالي طور آيل سون ڪتابن جا نالا فهرست وار آندا آهن.[3] "بياض هاشمي" ۾ گويا مخدوم صاحب ڪتابي حوالن ۾ علم جو خزانو پلٽيو آهي.[4] مخدوم صاحب جي هڪ تحرير مان معلوم ٿئي ٿو تہ، پاڻ چار هزار ڪتاب پڙهي، هي نتيجو ڪڍيو اٿن. لکن ٿا:

> "چار هزار ڪتاب پڙهيم، انهن مان چار ڳالهيون پسند ڪيم: هڪ هيءَ تہ اي منهنجا نفس! خدا تعاليٰ جي عبادت ڪرين تہ ڪر، نہ تہ ان جو رزق نہ کاءُ.
>
> ٻي هيءَ تہ اي منهنجا نفس! جنهن کان خدا تعاليٰ روڪ ڪئي آهي، ان کان پاسو ڪر، نہ تہ ان جي ملڪ مان نڪري وڃ.
>
> ٽئين هيءَ تہ اي منهنجا نفس! جيڪي ازلي قسمت کان توکي پهچي، ان تي صبر ڪر، نہ تہ ڪو ٻيو خدا ڳول، جيڪو توکي روزي وڌائي ڏئي.
>
> چوٿين ڳالهہ هيءَ تہ اي منهنجا نفس! جي گناهہ جو خيال ڪرين تہ ڪا اهڙي جاءِ تلاش ڪر، جتي توکي خدا نہ ڏسي، نہ تہ گناهہ نہ ڪر!"[5]

---

(1) غلام رسول مهر، "تاريخ ڪلهوڙا" سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، 1958ع، جلد 2، ص 993.

(2) مخدوم محمد ابراهيم خليل، "تڪملہ مقالات الشعراء" فارسي، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، 1958ع، ص 43.

(3) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، "مظهرالانوار" عربي قلمي- فاڪهه البستان عربي.

(4) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي: "بياض هاشمي" قلمي.

(5) غلام مصطفيٰ قاسمي، "منهنجي علمي ڊائري"، سہ ماهي الرحيم سنڌي، شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد، 1966ع نمبر 3، ص 27_28.

**شعر و شاعري:**

مخدوم صاحب عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻولين جو وڏو شاعر هو، پر سندس شاعريءَ جو محور الله جي رسول جو اهڃاڻ ۽ شريعت جي سڃاڻ سمايل آهي. الله تعاليٰ کيس پنهنجي ديني خدمتن ۾ ايترو مشغول رکيو جو کيس سڄي عمر کنهن دنيادار بابت شعر چوڻ جي نوبت ئي ڪانه آئي. سندس عربي شاعريءَ ۾ ثمانيه قصائد در مدح نبي ﷺ ۽ قوت العاشقين ۾ آيل عربي شعر مشهور آهن. سنڌي شاعريءَ جي حوالي سان سندس سمورا سنڌي ڪتاب منظوم اڳوڻي سنڌيءَ ۾ آهن ۽ سندن فارسي شاعري مقالات الشعراء، مدح نامه سنڌ ۽ رسالي رشف الزلال ۾ موجود آهي.

**عشق رسول:**

مخدوم صاحب عالم باعمل، گفتار ۽ ڪردار جو صاحب ۽ عاشق رسول ﷺ هو. سندس هرهڪ عمل الله ۽ سندس رسول الله ﷺ جو مظهر هو. سندس عربي، فارسي ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ نبي ڪريم ﷺ جو عشق ڪوٽان ڪوٽ ڀريل آهي. مخدوم صاحب سچي سردار کي سڪ مان صدائون ۽ پياري پيغمبر کي پرت مان پڪارون ڪيون آهن.

سنڌ ۾ مخدوم صاحب جي عشق رسول بابت هي واقعو هر ننڍي وڏي جي زبان تي عام آهي ته مخدوم صاحب جڏهن حرمين شريفين جي سفر دوران ديار حبيب مديني منوره ۾ رسول الله ﷺ جي روضي مبارڪ تي حاضري ڏني ۽ سڪ مان سلام پڙهيو ته روضي مبارڪ مان حيات النبي ﷺ طرفان کيس سلام جو جواب مليو ۽ ائين ڪيڪاريو ويو ته "ڀلي آئين محمد هاشم ٺٽي وارا" جو ته حرم نبوي ﷺ ۾ محمد هاشم نالي وارا ٻيا ماڻهو به حاضر هئا.[1]

مولوي دين محمد وفائي هن روايت جي باري ۾ تصديق ڪندي لکيو آهي، ته مخدوم صاحب کي مديني منوره جي رهڻ واري زماني ۾ جمعي رات 9 رجب 1136 هجريءَ ۾، حضور ﷺ جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو. جنهن جو ذڪر (مخدوم صاحب) پنهنجي بعض تصانيف جي حاشيه ۾ ڪيو آهي ۽ پنهنجي دستخط سان اها يادداشت لکي ڇڏي آهي.[2]

جيتوڻيڪ هن واقعي جو احوال تحفة الڪرام يا ٻئي ڪنهن همعصر تاريخي ڪتاب ۾ ڪونه ٿو ملي، پر هي واقعو ايتريقدر مشهور تواتر جي حد کي پهتل آهي، جو ان جو انڪار به نه ٿو ڪري سگهجي. سنڌ ۾ اهو پليڪار وارو واقعو مخدوم صاحب جي علمي عظمت ۽ عشق رسول ﷺ بابت مثال طور ڏنو ويندو آهي ۽ سالن کان سنڌ ۾ سيني به سيني هلندو آيو آهي.

**وفات، مدفن ۽ اولاد:**

مخدوم صاحب ستر سالن تائين دين مبين جي عملي خدمت ڪندو رهيو. سندس وفات تاريخ 6- رجب 1174 هجري (9 فيبروري 1761ع) ۾ ٺٽي شهر ۾ ٿي. ٺٽي لڳ مڪلي

---

(1) مخدوم محمد عاقل عرف پير محمد کهڙائي، "قصص اولياء سنڌ" سنڌي قلمي، ص 124.

(2) مولوي دين محمد وفائي، "تذڪره مشاهير سنڌ" سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو 1985ع، جلد2، ص 255.

ٺڪريءَ تي دفن ڪيو ويو. سندس مزار اڄ بہ اهل دل لاءِ زيارت گاهہ ۽ دلي سڪون جو ذريعو آهي.[1] سندس وفات تي ڪيترن ناميارن شاعرن دلسوز تاريخي شعر چيا آهن. هيٺين سٽن مان وفات جو سن نڪري ٿو:

محمد رحيم ٺٽوي: در جوار مصطفيٰ ماوي يافت.

1174 هہ

غلام علي بيگ ٺٽوي: طائر قدس بفردوس محمد هاشم

محمد پناهہ رجا ٺٽوي: بهشتش داد ايزد منزل جاه

محمد تفيع ٺٽوي: گل شد مشعل دين رسول ﷺ

محمد حسين ٺٽوي جعل الله جنة مثواه.[2]

مخدوم صاحب جي قبرستان ۾ سندس خاندان ۽ پونير بہ مدفون آهن، مخدوم صاحب کي بہ فرزند عبدالرحمٰن ۽ عبداللطيف هئا. اهي بہ پنهنجي دور جا بهترين عالم، مفتي، مصنف، پرهيزگار ۽ والد جي نقش قدم تي هلندي، تادم آخر ديني خدمت ڪندا رهيا. هن وقت مخدوم صاحب جي پونيرن مان ڪوبہ نہ رهيو آهي. البت سندس مزار ۽ ڪتاب يادگار آهن. مخدوم صاحب جي مزار مبارڪ تي بجلي، پاڻي وغيره جو سٺو انتظام آهي. مزار سان لڳ هاشمي مسجد ۾ پيش امام مقرر ڪيو ويو آهي. اهو انتظام ضلعي ڪائونسل ٺٽي طرفان ڪيل آهي.

**همعصر:**

مخدوم صاحب ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ساڳيو زمانو ڪلهوڙا حڪمرانن جو مشهور دور رهيو آهي. مخدوم صاحب جا همعصر بہ الله جا پيارا ڀهتل ٻانها، وقت جا وڏا فياض عالم ۽ شيرين زبان شاعر ٿي گذريا آهن. جيئن: مخدوم محمد معين ٺٽوي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، مخدوم محمد قائم ٺٽوي مدني، مخدوم روح الله بکري، مخدوم محمد اسماعيل پريان لوءِ، مخدوم عبدالرئوف ڀٽي هالائي، مخدوم محمد زمان لواري، ابوالحسن ڏاهري، سيد موسيٰ شاهہ گهوٽڪي، مير علي شير قانع ٺٽوي، محمد پناهہ رجا، مخدوم عبدالرحمٰن شهيد کهڙائي، ميون محمد مبين چوٽياروي ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي.

**شخصيت ۽ عظمت:**

مخدوم صاحب جي دور جو همعصر مشهور مؤرخ مير علي شير "قانع"، "مقالات الشعراء" فارسيءَ ۾ رقمطراز آهي:

> "مخدوم صاحب وڏي شان وارو، برڪت ڀري ذات، وقت جي عالمن جو اڳواڻ هو. دين متين جي قانون جي ترويج ۽ اسلام جي بنيادي احڪامن جي استحڪام لاءِ ڪوشش ۾ مصروف رهندو هو. جڏهن تہ سندس ئي زماني ۾ دين

(1) مخدوم عبداللطيف ٺٽوي، "مناقب مخدوم محمد هاشم ٺٽوي" فارسي قلمي ص2.

(2) مولوي دين محمد وفائي، "تذڪره مشاهير سنڌ" سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 1985 ع، جلد ٻيو، ص 259_ 264.

اسلام جي تجديد واقع ٿي.... هند ۽ سنڌ، عرب ۽ عجم ۾ ناميارو ۽ سيني پهلوئن ڪان سندس ذات شرف شان واري هئي.“ [1]

مشهور انگريزي مصنف رچرڊ برٽن، مخدوم صاحب جي شخصيت بابت لکي ٿو:

”هن هندستان ۽ عربستان جو سير ڪيو هو ۽ عربي ۽ فارسي ٻوليون ۽ فقه چڱي طرح سکيو هو. چون ٿا ته مسافريءَ دوران هن عيسائي پادرين سان ڪيترائي مناظرا ڪيا ۽ سندن مذهب خلاف رسالا لکيا. هو هينئر هڪ ولي ڪري ليکيو وڃي ٿو. هن جو مڪلي جي ٽڪريءَ تي مقبرو آهي ۽ پنهنجي هم وطنين لاءِ هڪ زيارت جي جاءِ آهي.“ [2]

برٽن جو هي اقتباس نهايت قيمتي آهي جو هڪ انگريز مصنف مخدوم صاحب جي علمي عظمت جي باري ۾ شاهدي ڏئي رهيو آهي.

موجوده وقت جو مشهور محقق ۽ مصنف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مخدوم صاحب جي شخصيت ۽ علميت جي باري ۾ لکي ٿو:

”سنڌ جي سرزمين جيڪي چوٽيءَ جا عالم پيدا ڪيا، تن مان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هڪ نهايت ئي ناميارو عالم هو. سندس شخصيت ۽ علميت سنڌ لاءِ باعث فخر آهي. مخدوم صاحب جون ديني ۽ علمي خدمتون ايتريون ته اهم ۽ وسيع آهن، جو انهن تي مسلسل تحقيق جي ضرورت آهي. ديني علمن تفسير، حديث، فقه وغيره تي ڪيس عبور حاصل هو ۽ انهن بابت ڪيترائي ڪتاب لکيائين. عربي ۽ فارسيءَ ڪان سواءِ سندس سنڌي تصنيفن جو معيار علميت توڙي ٻولي ۽ لغت جي لحاظ سان ايترو ته بلند آهي، جو سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ۾ پڻ مخدوم صاحب جو مقام نهايت بلند آهي.“ [3]

موجوده دور جو ٺٽي ۽ مڪلي جو عالم ۽ مصنف تحفة الزائرين ۾ لکي ٿو:

”ٻارهين صدي هجريءَ ۾ ٺٽي هڪ عظيم البرڪت هستي سرزمين سنڌ کي ڏني، جنهن جي ڪري سنڌ کي چار چنڊ لڳي ويا. هيءَ هستي مخدوم المخاديم، سند الاقاليم، مجدد ماه ثاني عشر، ملجا الفقهاء والمحدثين، زبده العلماء الراسخين حضرت علامه الحاج محمد هاشم هاشمي ٺٽوي عليه الرحمه والرضوان آهي“. [4]

---

(1) مير علي شير قانع ٺٽوي، ”تذڪره مقالات الشعراء“ فارسي، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، 1957ع، ص 841، 842.

(2) رچرڊ برٽن ”سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون“، مترجم محمد حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1976ع، ص 77.

(3) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ”مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي سوانح حيات ۽ علميت بابت ڪي ويچار“ ٽماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، جلد 34، نمبر 4، 1985ع، ص 131.

(4) ابوالسراج محمد طفيل احمد ٺٽوي، ”تحفة الزائرين“ اردو، احمد برادرز ناظم آباد ڪراچي، 1988ع، حصو چوٿون، ص 246.

# راحة المؤمنين

## سليس منظوم سنڌي

## اصل نسخي جو عڪس

مخدوم مرحوم محمد هاشم ٺٽوي رحمه

هي راحة المؤمنين منجهان ذبح شڪار جي باري

تصنيف ڪيل مخدوم محمد هاشم رح

بسم الله الرحمٰن الرحيم

ساراهه سڀ ڏيئي جو رازق رحمان
روزي رسائي مڙني مولو مهربان

جو سڀ جو سڀ ٻن صاحب سبحان
ڪري ڪرم ڪمينن سدا سلطان

# متن

# راحة المؤمنين

## سليس منظوم سنڌي

### هيءُ راحة المؤمنين منجهہ بيان ذبح شڪار جي آهي

تصنيف ڪنان مخدوم محمد هاشم (ٺٽوي)

(مقدمو: حمد، صلواة ۽ ڪتاب لکڻ جو مقصد)

بسم الله الرحمن الرحيم

ساراهجي سچو ڏڻي جو رازق ۽ رحمان
جو سڀاجهو سيين پَرين صاحب ۽ سبحان
روزي رسائي مڙني مولو مهربان
ڪري ڪرم ڪمينن سين سدائين سلطان

ڏيئي گهڻو ڪيترو اڳي جو احسان — رحمت ته رحمان جي سو نهار اسلام

نشا رسن راتو ڏينهن مٿي محمد جام — جنهن اپاريو اسلام مڪي قائم سڀئي قيام

سا ڏي سو نهار ۽ جو ڪيو سڀا جي علام — رساڻي رحمان جا پاڪين انعام

[illegible] آئي آل رسول جي سڀن صحابن — پلئو پاري ڪيئون ويرو وتار وسن

[illegible] سڀئي تار اڪٿي اين منجهه ڪرن — هاڻي سٽهو مؤمنا هي جن ڪن

[illegible] هي سڪن ڏينهو لازم مٿي مڙن — عاقل بالغ جي تيا منجها مؤمن

اوءِ [illegible] شريعت کي سدا تا سکن — حلال حرام سڀ ڪي وسارو سڀاڻن

تميزي منجهه مهدي مرڪن وچ بين — هي منجهه هن حقير جي وهم لي پيو

تمار ۽ مسئلا ذبح شڪار جا جن گنيو — ڪي لکي تن منجها گهڻو ن جي ٿو رو

[illegible] جي اهي آهڪي ابوجن اپارا — نڪا يرو ويارسي جي ناموزن نيا

يوءِ نه آجا ٿنکي ڪا سنڌي دا راسا — تنهن سنڌي ۾ ڪيم سهڪي ڪيڏي عز

[illegible] مؤمن سڀ ڪو سکي مسئلا — ڪيم باب بيتهم جو ڙ منڍي ويرا

[illegible] ڪر ۽ باب ذبح جو سو شڪار لاءِ — اسر پرئي اهيان مولى جي مهرا

[illegible] ڪريم قبول ڪري گهڻي ڪنا — مرهي مان مهرس ڏوه ڏهاري

[illegible] باند ڪو اڳي جي عطا — ان الله يغفر الذنوب جميعا اهي سڀا جو

بسم الله الرحمن الرحيم

[illegible] تا يم ڪن سا ڻ سٽهو — تکهن حيوان حلال جو سائي درس

ڳڻي ڳڻيون ڪيترو آڳي جو احسان | رحمتون تنهن رحمان جون ۽ سونهارا سلام

شال رسن راتو ڏينهن ۾ مٿي محمد ڄام | جنهن اُپارئو اسلام کي قائم سيئي قيام

سائين سونهارو جو ڪيو سڀاجهي علام | رسايا رحمان جا پاڪيزا پيغام

۽ پڻ اتي آل رسول جي ۽ سين صحابن | پلٽئو پاريون ڪيو ور ويرون تار وسن

جيسين تارا ڪتيون اين منجهه ڪڙن | هاڻي سڻهو مؤمنا هينئين جي ڪنن

ته آهي سکڻ دين جو لازم مٿي مڙن | عاقل بالغ جي ٿيا منجهان مؤمنن

اوءِ ور شريعت کي سدا تا سکن | حلال حرام سڀ کي ور سارئو سڃاڻن

ته ميڙي منجهه مهدي مَرڪن وچ ٻين | هينئين منجهه هن حقير جي وهم اي پيو

ته ماڻهو مسئلا ذبح ۽ شڪار جا پڇن گهڻيرو | کي لکجي تن منجهان گهڻو جي ٿورو

پر عربي آهي اهکي ابوجهن اپار | نه کا پروڙ پارسي جي نو آموزن نِبار

پوي نه اڻ ڄاڻن کي کا سنڌي ڏاران سار | تڏهن سنڌي ڪيم سهکي ڪدي عربيا

ته پڙهيس مؤمن سڀ کو سکي مسئلا | ڪيم باب ٻه تنهن ۾ جوڙيندي ويرا

هيڪڙو باب ذبح جو ٻيو شڪار لاءِ | آسر پرو آهيان مولىٰ جي مهرا

ته مان قبول ڪري ڪميني ڪنا | مرهي مان مِهر سين ڏوهه ڏوهاري جا

ڇهون نه ليي پاند ڪو آڳي جي عطا | "اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوبَ جَمِيعًا"[1] آهي سڀاجهو سينئا.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

[2] لکن ڪتابن ۾ ڪنن ساڻ سُڻهو | ته ڪُهڻ حيوان حلال جو سائين دُرس ڪيو

---

(1) ترجمو: بيشڪ الله تعالىٰ توهان جا سمورا گناهه بخشي ڇڏيندو. (پارو 24، سورة الزمر، آيت 53)

(2) باب-1 (ذبح جي باري ۾):

ڪارڻ نفع پاهجي جه ڪه ڏوهه ڪنو — نڪو نه وبال انهي جو سنديس مٿي هو

مير محمد مصطفىٰ سيد عالمن — ڪارڻ قرباني حج جيئي اضحيٰ ڏهن

هت پهچي ذبح ڪئا آهن حيوان لکن — ٿات سو ذبح درست ٿيو مٿي مسلمن

ساڻئي سهڪائي ڪي ڪارڻ ضعيفن — منجهان رزق رحيم جي ورماڙ و نفع و نن

مگر جيڪي ڪي ورذبح ڪيو ڪه حاجت — نڪو هئس قصد ڪين جو نڪا نفع نيت

ٿيئي پر ڪتابن ۾ لکي ڪراهت — ٿينديون پڇائون تهنجي روز قيامت

انهي پر فرمايو صاحب رسالت — پر جنده ماڙو نڪي حيوان ڏونه احتياج

ڪارڻ ڪين ماهه جي ڪو نفع ٿيو — تنده ذبح تهجو ساڻئي حلال لکيو

شڪار سيئي تنجا سي يا ڏڪر هو — تخبر جلال ڪه حرام جي پاڻ ته پرو هو

ذبح ري حيوان جو پا تهين پيئي — نونئي حلال سو هو ٿيئي حرام ٿيو

ماهه تنهن جو پچرو ماڙو نڪيندو — پن ڪتي ڪه مرو نڪي ڪين سو ڏنو

جي ڪه ڏنو هئس تسو ذوه پيرو — اهي ڦتني ڪتابن ۾ ته ويئي لکيو

سو ذبح اهي پن پر انڌر شريعت — هيڪ ذبح اختيار جو ٿيو ذبح ضرورت

لکيو پن قسم تنجو ڏار و ڏار بيان — تمهني سين ابو جهن اسان

هائي ذبح اختيار جو انهي ڪي لکي — جن پهرنا لو تجو فائع يا ڏڪري

تهان ٿيو ٿئي منجا حيوان جي ڪها — ٿئي نالو تهجو جيڪي وچ ڏاڙهه جان

پي مرئي ماڳ ذبح جو لکيو ڪتاب — جيان ڪنا ٿئي منجا تان درسن جو

كارڻ نفعي پنهنجي جنهن ڪنهن ڏور ڪُنو    تہ ڪونهي وبال ان تي جو سنديس مِلڪ هو

مير محمد مصطفيٰ سيد عالَمن    كارڻ قرباني حج جي ۽ اضحيٰ جي ڏينهن

هٿ پنهنجي ذبح ڪيا گهڻان حيوان لِڪن    تانتہ سو ذبح درست ٿيو مٿي مُسلمن

سائين سهڪايون ڪيون كارڻ ضعيفن    منجهان رزق رحيم جي ور ماڻهو نفعو وٺن

مگر جيڪي ڏور ذبح ڪيو ريه حاجت    نکو هُئس قصد ڪِيڻ جو نکا نفعي نيت

تہ اِي پر ڪتابن ۾ لکي ڪراهت    ٿيندو پڇاڻون تنهن تي روز قيامت

انهي پر فرمائيو صاحب رسالت    پر جڏهن ماڻهوئن ڪي حيوان ڏونه احتياج پوءِ

كارڻ ڪِيڻ ماه جي ڪ ڪو نفعو ٻيو    تڏهن ذبح تنهنجو سائين حلال ڪيو

شرط سيئي تنهن جا سٽي ياد ڪرهو    تہ خبر حلال ۽ حرام جي پاڻهي پروڙ هو

ذبح ري حيوان جو پاڻهين پي مُئو    توڻي حلال سو هو، تہ پڻ حرام ٿيو

ماه تنهنجو بچڙو ماڻهو نہ ڪيندو    پڻ ڪُتي ڪ ڪنهن مِرونءَ ڪي ڪيڻ سو نہ ڏبو

جي ڪنهن ڏنون هٿ سين، تہ سو ڏوه پرؤ    آهي "قنيي" ڪتاب ۾ پڌرو ئي لکيو.

*سو ذبح آهي ٻن پَرين اندر شريعت    هيڪ ذبح اختيار جو ٻيو ذبح ضرورت

ڪبو ٻنهي قسمن جو ڏاروڏار بيان    تہ ٿئي مٿي سين ابوجهن آسان

هاڻي ذبح اختيار جو انهي ڪي لکي    جئن پهرين نالو رب جو ذابح ياد ڪري

تهان پوءِ نڙي منجهان حيوان جي رڳو چار وڍي    نڙي نالو تنهن جو جيڪي وچ اُره ڄاڙين

اِي مڙئي ماڳ ذبح جو لکيو ڪتابن    جِئان ڪنائين نڙي منجهان ٽِئان دُرس چون

---

* ذبح جا قسم

مگر جا آهي چاڙين ٻنهي پراءِ
هيٺ کُهجي تنهن کنا سِکي ياد ڪجاه

جئن وجن رهي ڳنڍ سا پار متي ڏانه
پر جي ڪنهن کُنو حيوان کي متي تنهن کنا

جئن وجن رهي ڳنڍ سا اره جي طرفا
تڏهن ان ۾ عالمن جو اختلاف آه

صحي قول ڪتاب جي ڪيڻ چون روا
پر ڪم نہ ڪجي اهڙو ڄاڻي ڄاڻ منجها

ٻي ڪرڪ آهي جنهن منجها وجي پاٽي گاه
پڻ ٻہ رڳون ٻن پاسن ۾ نڙوٽي کي لکن

وڏڻ چئني رڳن جو پڻ لازم لکن تا
هيڪ نروٽو تن ۾ جئان وجي ساه

آهي گذر رت جو ٻنهي منجها جن
* شرط جي ذبح جا سي چوڏهن چيا پڙهين

**شرط منجها تن پهرئو** اهوئي کهن
جن چارئي رڳون وڍيون ذابح تي گهرجن

پر جي وڍيائين ٽي تنين منجها تہ پڻ درس چون
اڪثر کي حڪم ڪل جو ڏنو عالمن

پر آهي ثواب ان ۾ جئن سيئي وڍجن
جي ڪنهن رڳون ٻہ وڍيون ڪه حيوان منجها

ٻيون ٻہ ڇڏيائين ڄاڻي ٻجهي ڪ ويساري منجها
تہ پڻ سو حرام ٿيو ڪيڻ ڪين رهاءِ

**شرط ٻيو** ذبح جو سو پڻ ياد ڪرهو
جئن ڪهڻ وير ڊور ۾ ڪا حياتي هوءِ

توٽي گهٽي هوءِ سا ڪ هوءِ توري توءِ
نات حلال نہ ٿئي ڪيڻ ڊور سندو

جيڪڏهن پئي وهٺ ڦاهي ۾ ٻوساڻجي مئو
ڪ هٺي سنگ ڏڳي هيڪڙي ٻي کي قتل ڪيو

ڪ هٺي ماريو حيوان کي ڪه مڙس ڪو
ڪ ڪري پوندي ڪوهہ ۾ وهٺ ساه وئو

ڪ ڦاڙي مِرن مارئو ڪنهن جو ڊور ڏڳو
تہ منجهہ ان مڙن صورتن سو حرام ٿئو

ذبح جه کي نہ ٿئي سو سيين پتين ٻجڙو
مگر جي انهن ٿولن ۾ ڪا حياتي پسجي

---

* ذبح جا چوڏهن قسم

تو ٻي ڏور ٻاڪ گڏي وڃي سو ڪهي
توني ڪه ٻڪري اچي ٻگاڙ سي
سا هوند ڄڻتري موره جيڪر ڪهي
جاسين ثابت تهنجي انجائي آهي
جين سنڌو تهنجي لٿو اسرو
جيتري پسجي ڪني دوره ڪهن ڪنا پوءِ
جي ڪناءِ ته ٻڪري نه ٿي حلال تو
جسم ثوري حياتي دور م جي پدتري تابستر
سي ٻڪي ڪريان پدترا تسپي سڪن
ڪي ڪڍ ٿاءِ تهنجو قار ٿي پيت منجا
جان جيئن ته ٻڪريم اينتر ولي هو
تڏهه سا حلال نه ٿيي ذبح ڪياءِ تو
خزانة المفتين مر انير لکي تو
ته ڪري هوند رهي جيڪي قاتي پيت منجا
پڻ ڪتاب تلقيحم انير تو اي
سو اچي رسئو اوذر و مر ٿي ذري
پر پيت قار جهس پهر ذبح ڪنا اي

تڏهه ڪين ان نه لنجو ونجن حلال ٿي
ڪڍي اند تهنجا پيٽا پهر ونجي
جي ڪناءِ ته ٻڪري تين درس ٿي
پڻ جيڪڏهه ٻڪري مرض اچي رسو
منجس حياتي اينتري ونجي رهي هو
پيئي قتري ماگه سگي ڪين ره
مگر چار مسئلا اهم اجن ڪتاب لکن
تين کهن ڪري جوانجي درس ڪين
هيڪڙو ڏکي ڪه ٻڪري ڪهجي حامل
پهر ڪناءِ بچڙو پوءِ ڪناءِ ماءِ
جن هوند حيات نر هي پيٽ قار يا
ان حياتي ڪي حڪم موتجو عالم خون ذبو
ءِ جان پيٽ قار ئاءِ انجو ڪه سڄ سان
تڏهه سا حلال ٿي بسم الله پلي سان
تجيڪڏه حيوان هيڪڙو ڪه ڪافرجو آهي
تان جياءِ ڪه موءِ منکي تمنکي ڪهي ذي
ته مومن پيٽ قار وپهر وهتر ڪي

